محمد عمر چنڊ

# مارُئيءَ جو تُور ۽ اڄ جو نوجوان

## (منهنجو تُور تلن ۾ آئون هٿ بنديائي)

## هر ڪو سالڪ پروڙي سگهه آهر!

هڪ وڏي شاعر جو ڪمالُ اهو آهي ته سندس ڳايل تصي کي هر ڪو پڙهندڙ يا ٻڌندڙ پنهنجي علمي ۽ فڪري گهرائي سارُو ۽ پنهنجي وِت آهر سمجهي ۽پروڙي سگهندو مارئيءَ جي قصي کي جنهن نموني شاه عبداللطيف ڀٽائي عليہ رحمتہ ڳايو آهي، اُن کي بہ مختلف سطحن تي ٻڌي يا پڙهي ۽ سمجهي سگهجي ٿو. اُن مان هڪڙي سطح وارا ماڻهو رڳو ڪهاڻيءَ جو حِظ وٺندا ۽ اهوسمجهندا ته اِهو قصو اُنَ مارئي جو پيو هلي جيڪا ملير ۾ ڪيت سين جي مڱيندي يا ڪنوار هئي ۽ جنهن کي عمر بادشاه کڻي وڃي پاڻ وَٽ ڪوٽ ۾ بند ڪيو هو، ۽ جيڪا قيد ۾ رهي بہ مارُئيءَ ۽ ملير کي ساريندي رهي، محلن ۽ ماڙين ۾ رهي ريشم ۽ ڪيمخواب پهرڻ نہ قبول ڪيائين.

انهيءَ ساڳيءَ ڪهاڻيءَڪي ٻيءَ سطح تي ائين سمجهي سگهجي ٿو تہ مارئي آزاد روح آهي جنهن کي روحن جي دنيا مان نڪري، لڪئي مطابق هن قيد الماءَ، پاڻيءَ جي بند، ۾ ا چي رهڻو پيو آهي ۽ اصل وطن لاءِ واجهائي رهيو آهي.

اجائي ٽيءَ سطح تي مارئي هيءَ سر زمين آهي جنهن جي هٿن ۾ هٿڪڙول، پيرن ۾ پيڙون ۽ ڳچيءَ ۾ ڳٽ آهن ۽ زماني جي ڌارئين حاڪم جي ڏاڍ ڏمر، جور ۽ جبر هيٺ رَهي هنجهون هاري رهي آهي ۽ انتظار ۾ آهي تہ ڪڏهن ٿيون اِهي زيربون پچن ۽ اميد اها رکيو ويٺي آهي تہ "منهنجي آهہ اِها ڪڏهن ڪيرائيندي ڪوٽ کي.

اجائي چوٿين سطح تي مارئي هر زماني جي نوجوان جو روح آهي. مارئي نوجوان ٿهي، نوجوان تور يا نئين نسل جو روح آهي جيڪو هميشہ هر زماني ۾ پنهنجي وطن، پنهنجي سماج ۽ پنهنجي شخصي آزاديءَ جي متعلق وڏا خواب ڏسندو آهي، پر سندس چوگرد جيڪو سياسي، سماجي ۽ فڪري وايو منڊل ڏسڻ ۾ ايندو آهي، سو ٻوسٽ ۽ بندي خاني وارو، همت ٽوڙيندڙ، حوصلو ڇنندڙ ۽ آزادي کسيندڙ هوندوآهي. مارئيءَ جي خوشحاليءَ جو خواب ۽ اُن خواب کي پيچڻ جو جيڪو طريقوعمر سومري ٿاهي رکيو آهي ٻئي آفاقي تصور آهن ۽ ٻنهي جو ذڪر شاه سائينءَ مارئيَ جي واتان ڪيو آهي:

وطن مون ملير، قضا آنديس ڪوٽ ۾.
چانڪ" پينديس پربٺن سين، پائرِ جو پنير!"
هاجو ڪئو همير ٻالله نئيَ ٿو بند ۾.

پنهنجي پرين سان گڏجي پائرِ جي پنير پيئڻ جومارئيءَ جو هيءُ خواب اهڙو ناهي جنهن کي اڻ ٿيٺو چئي سگهجي. پنهنجن جي پرسان رهڻ جي سَڌ ۽ فطرت جي طرفان جيڪي ساديون نعمتون مليل آهن اُنهن کي استعمال ڪرڻ جي خواهش، اهي سڌون اهڙيون ناهن جن جي ڪري ٻين جي حقن سان هٿ چُراند ڪرڻي پوي. ٻين کان ڦري کائڻ پيئڻ ۽ واپرائڻ جي سڌ ڪرڻي پوي يا ٻين جي مال، کيڻ ۽ ڪاج ۾ اکيون وجهڻ جي سَڌ هُجي. پر اَستحصال ڪندڙ قوتن، هاجو ڪئندڙن کي مارئيءَ جي ههڙي معصوم خوشي بہ پسند ناهي:" هاجو ڪئو هميرَ ٻا اللهِ نئي ٿو بند ۾."

مارئيءَ جي هن تور کي ٻن پاسن کان اُهکايون ۽ رنج رسيا آهن . هو هڪڙي پاسي ياختيار، ماڻهن "عمرن وٽان ظُلم ۽ ڏاڍ جو هدف بنجندا رهيا آهن، جيڪي هميشہ انهيءَ ڳٽنيءَ ۾ هونداَ هن تہ محڪوم قوم جي نوجوانن کي اُڻنديئي جسماني توڙي ذهني طور اهڙو مجُو، نِستو ۽ وانجهو ڪري وجهجي جو اڳتي هلي ڪو حاڪمن لاءِ مسئلو پيدا نہ ڪن مجازي طرح ڌاريان حاڪم پراون ٻارن کي ذهني توڙي جسماني طور کهي ٿا ڇڏين:(يذبحُون اَبنائهم)هُنن جي ذهني نشوونما ڪرڻ وارا سپ طريقا، سپ ادارا سپ ڪيت اهڙا تہ اَجاڙ ڪري ٿا ڇڏين جو نوجوانن کي نڪي پائر جو خيال ٿو رهي، نڪي پنيرَ جي سُڌِ ۽ سُڌ ٿي رهي هوندي تہ سَڌ ٿيندي. نوجوان مارئيءَ جي نسل کي بي سڌ هئڻ جي انهيءَ سطح تي آڻڻ لاءِ عمر کي گهڻا مامرا منڊٺا پيا آهن ۽ اُهي مُنڊَ منڊي رهيو آهي، اُهي گهڙ گهڙي رهيو آهي جنهن سان مارئيءَ جي تورَ

جو اخلاقي، ذهني ۽ فڪري ڏيوالو نڪري ويو. هڪڙي پاسي عمر جي طرفان اُهي منڊ منڊجي رهيا آهن، ٻئي پاسي انهن مامرن جي نتيجي ۾ مارئيءَ ۽ سندس تُورَ ۽ مارئيءَ سندس مارن جي وچ ۾ فاصلا پيدا ٿي رهيا آهن . انهن جي وچ ۾ نہ رڳو جسماني مسافت جا مفاصلا وڌي رهيا آهن ، پر سندن وچ ۾ هڪ ذهني، فڪري، آدرشي ويڇو وڌي رهيو آهي سندن وچ ۾ هڪ فاصلو، هِڪَ ڪاهي، هڪ گئپ آهي جيڪو روزان روز وڌي رهيو آهي. اِنهيءَ خيال جي ٻنهي پهلوئن کي، حاڪم جي جور ۽ پنهنجن سان ويڇي، جي ڳالھ کي شاھ سائينءَ مارئيءَ جي واتان هئين ادا ڪيو آهي:

" هِڪُ عُمَر منڊيا مامرا، ٻئو مارو ٿرِ ٿيام"

انهنِ ٻنهي اهڪاين، ٻنهي رنجن جو نتيجو اِهو نڪتو آهي جو ويچارن نوجوانن توڙي مارُنِ ٻنهي کان "خوشي ۽ خوراڪ ويچارنَ وسري." اهڙي طرح ملير، مارو ۽ مارئي ٽنهي جي وچ ۾ فاصلا پئجي ويا آهن.

مارئيءَ جا مارن ۽ مليرَ وارن سان جيڪي مسئلا آهن اُهي مختلف نوعيت جا آهن. سيني سان مشترڪ مسئلو تہ ذهني، فڪري ۽ آدرشي فاصلي جو آهي. جيڪڏهن جسماني طرح هڪ ٻئي جي پرسان رهن ٿا يا تہ بہ فڪري طرح هڪ ٻئي کان ڪُوهون ڏورِ آهن . هڪ ٻئي سان اُٺڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ هوندي بہ هڪ ٻئي جي فڪر ۽ آدرش کي سمجهي ٿا سگهن: "ڪي اوڏائي ڏور". اِهو انهيءَ ڪري آهي "جو هِڪُ عمر منڊيا مامرا، ٻئو مارو ٿر ٿيام."

نوجوانن مان هر هڪ پنهنجي پاڻ کي انهن ٻنهي قيدن ۾ محسوس ڪري ٿو ۽ سيڪو پاڻکي اِنهن ڪوٺين ۾ اڪيلو سمجهي ٿو ، اهو سمجهندي تہ شايد آئون ئي اڪيلو آهيان جيڪو هيءَ قيد ڪاٽي رهيو آهيان. جيئن مارئيءَ جي واتان شاھ سائين نوجوان نسل طرفان وڏي آواز سان چوي ٿو.

- آءُ بنديائي بند ۾ ڪِ ڪي بندِ ٻئا؟
- منهنجو تُور تلنِ ۾ آءُ هتِ بنديائي.
- هِنَ کي لوَه لطيف چئي هو ڪاٽُڙ مَنجھ ڪلن.

نوجوان نسل، مارئيءَ جي تُورَ، کي اِهو احساس آهي تہ ڏاڍن جي ڏاڍاين کي هوند هو ڪيئن بہ ڪري سَهِي وڃن، مُنهن ڏئي وڃن، پَرَ جي رڳو سندن مارُوئڙن، سندن سانگيئڙن کي سندن ساروٽِي هُجي، جيڪڏهن سندن اَباڻن جو هَٽُ مُٽنِ هُجي! ڏار ڀين جي بند کان وڌيڪ اذيت ڏيندڙ پنهجائپ کان ويڇو آهي. اها ڳالھ مارئيءَ جي واتان تمام سهٽي، واضح ۽ موثر طريقي سان ادا ڪئي وئي آهي:

جي ڪَرَ لڏائون تہ بنديءَ بندُ نہ سارئو،
مــ اروئڙن آئون، جِڪس ويبس وسري.

هن قيدياڻي جي نظر ۾ هن بند جي تڪليف اهڙي ڏکوئيندڙ نہ هجي ها جيڪڏهن ماروئڙا سندس خبر چار، سُڌِ سماءَ يا ڪَرَ پيالهن ها.پر مارئيءَ جي نسل کي محسوس ٿو ٿئي تہ اسانکي پنهنجي مِٽن مائيٽن، ساٿين سنگتين، بزرگن ۽ وڏن وساري ڇڏيو آهي. اِها ڳالھ ٻين لفظن ۾ شاھ سائينءَ مارئيءَ جي نسل طرفان مارئيُ واتان چورائي آهي:

لنگڙباري لوءِ ۾ جنين لءِ ٿياس،
تنين تِرَ جيترو پَلڪَ نہ پڇيياس،
جهروڪن جهورئون هنيون، ڪوٺين آئون ڪُٺياسِ،
مارُنِ مَنجھ مُياس، نا تہ ماڙين ماريس ڪين ڪي.

مارئيءَ جو تُور، نوجوانن جو هر نسل، پنهنجي سانگيئڙن کي چوي ٿو تہ اوهان جي مُنجهہ، اوهان جي، غلط فهمين، ناسازين، اٿوٽين مونکي ماريو آهي، نہ تہ هي ڪوٺيون هي ماڙيون، هي جهروڪا مونکي هيسائڻ وارا ناهن. مارئيءَ جي هن تور کي اِهو شديد احساس آهي تہ جن مارن ۽ جهانگيئڙن لاءِ پاڻ لنگڙباري ٿي، قيد ۾ وئي تن عمر جي ڏاڍ جي ڊپ کان، پنهنجي ساھ جي ڊپ کان، پنهنجي عزت جي ڊپ کان وريَ پُڇا بہ ڪانہ ڪئي تہ ڪهڙي بند ۾ منهنجي ڪيئن حياتي پئي گُذري. اِڳتي مارئي جي واتان شاھ سائين مارئيءَ جيڏين ۽ مارئيءَ جيڏنِ جي تصوير هئين ٿو چٽي:

ماڙين ماريس ڪين ڪي، مُيّسِ مارُنِ لاءِ،
"ڪر لهندا ڪڏهين منهنجي اڇي ماءُ!"
سانبيئڙن سداءِ، ويٺو واجھ وجهي هنيون.

ماروئڙن ۽ سانگيئڙن وٽان ڀانتِ ڀانتِ جون اُهڪايون ۽ مُنجهون، مهڻا ۽ مياروں پهچي رهيون آهن. سانگيئڙن مان هڪڙا تہ اُهي آهن جيڪي پنهنجي هيٺائيءَ جي ڪري لاچار آهن ۽ مارئي جي سار لهڻ لاءِ عمر ڪوٽ تائين پهچڻ جي همت ٿا ساري سگهن .

ٻيا وري اهڙا بہ سانگيئڙا آهن جيڪي مارئيءَ جي تور، نئين ٿهيءَ، سان ازلئون ڪونہ ٿهن جو هنن پنهنجا مفادات شروع کان ئي ڏاڍن ۽ ڏاڍڪندڙ پر ماريت واريءَ ڌُر سان لائي ڇڏيا آهن ، هنيئر اُنهن کي پرواھ ڪانهي تہ ملير وارن تي ڪو سُڪار ٿو اچي يا ڏُڪار ٿو اچي، ڪو مينهن پوي ٿو يا ٿو پوي، سندن ملڪ ۾ سانگيئڙن ۽ ڏوٿيئڙن جي قوت گران، روزگار جا ڪي مواقع آهن يا ناهن:

ڏرِيائين ڏار، جي وڍي وَڻَ جُدا ڪيئا،
تَنِ سُڪنِ ڪهڙا سار تہ ڪِ اُنا مينهن ملِير ۾!

اُهي ٻي ساڄاها سُڪل ڪاٺَن وانگي آهن جن جا اندر مُري چُڪا آهن،پنهنجي پرائي جي ڪا ساڄاھ ڪانہ اٿن، مارُن جي ڏک سک جي ڪا ڳڻتي

ڪا نہ آئن، اُنهن کي مارئيءَ جي تورجي مستقبل جو کهڙو اونو!

اجا بہ مارئيءَ جي وطن وارن مان، مارئيءَ جي ماروئڙن مان ڪي ٿيا اهڙا بہ آهن جيڪي سندس آدرش، سندس سَتَ سِيل، همت ۽ عزم ۾ شڪ ڪن ٿا. بندي خاني کان ٻاهر رهي، هزارين ٽنڪا ۽ طعنا مهڻا ۽ ميارون موڪليندا رهن ٿا. چون ٿا تہ:

مارئي نہ ڇائي تہ مارُو پٽا نہ مامري!
هيءَ مُنهن ڏيئي ٻن تون وه ڪائي نہ مرين ،
تان جي ملير ڇائيون توسين سگ نہ ڪن!
لون ڪيئن منجهان تن پاڻ ڪونائينمارئي.

اهي سانگيئڙا، هڪ جيڏا، ڏرتيءَ ڄاوا نياپا موڪليندا ٿا رهن تہ مارئيءَ جي هِنَ تُور بي راه ٿي، ماڙين ۾ رهي، ملير لڄايو آهي. انهيءَ تُور سان اسان جو سگ ٽُٽو.

مارئيءَ جو تورُ اُنَ صورتحال تي ويچاري ٿو، پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي، پاڻ کي انهن سان پيٽي بہ ٿو جيڪي ڇيڪ آزاد گهمندا وتن، موڪ ميها پٽيندا وتن ۽ بي اونا پنهنجي اباڻن وٽ ڪکن ۾ سُتا پيا آهن . مارئيءَ جو تور ٿو سوچي تہ اِهي ماڻهو ڪهڙي حساب سان اسان سان اِهو رُسامو لايو ويٺا آهن .ڪهڙي نہ سهڻي انداز ۾ شاه سائينءَ مارئيءَ جي هر تورَ جي اندر جي انهيَ لطيفاحساس جي اُپٽار مارئيءَ جي واتان ڪئي آهي:

مون سين ماروئڙيون ڪهڙيءَ ريتِ رُسنديون،
ڇوٽيَ ۾ ڇيڙ پيو، پيهم رَتَ ڇِيُون،
نيٽن ننڊ وِهُ ٿيئي ستاري ساڏوهيون،
هِتي جي هيون؛ تہ سَڏِ پيين سيل جي.

---

مون ماڙيءَ جو سومرا ٻنهين پارين ڏک،
هِت عمر جو اهڪ؛ هُت مارو ڏينم مهڻا.

---

## ٻاهريئن اُهڪائي جي نوعيت

مارئيءَ جو تُور هِڪ اهڙيءَ صورتحال ۾ جي رهيو آهي جنهن ۾ هڪڙي پاسي عمر جي منڌ جا مامرا آهن، ٻئي طرف سنگهارن جي بي توجهي، بي التفاتي آهي، مارن جي منجهہ (ڪنفيوين) آهي، هوڏانهن پنهنجن مان هڪڙا وڃي پُرمارن سان ٻوني ۾ شامل ٿيا آهن ۽ ملير ۾ مينهن وسڻ نہ وسڻ جي ڪاپرواه ڪانهين ۽ هيڏانهن جيڏن سرتن، مارن ۽ سانگين جا طعناتنڪا آهن. چؤ ڏس مايوسي ۽ اونده آهي.مارئي جو نسل ههڙي اونداهيءَ واريءَ حالت ۾ ڪيئن پهتو!

هيءَ رت ۾ جيڪا قوت پئجي وئي آهي؛ مارو، ملير ۽ مارئيءَ جي وچ ۾ جيڪو هيءَ ويڇو پئجي ويو آهي، زمين ۽ وياءُ: سان فطري تعلق جيڪو هڪ غير فطري بي تعلقيءَ ۾ بدلجي ويو آهي، اِهو انهيءَ ڪري آهي جو اختيار وارن، عمر جهڙن حاڪمن، عدل ۽ انصاف تي هلڻ بدران، رعيت جي سار سنڀال لهڻ بدران، اُنهن جي حقن جي حفاظت ڪرڻ بدران، انهن جي حقن تي پاڻ ئي وبهي ڏاڙا هنيا آهن. انهيءَ ڪري سانگيئڙن ۽ جهانگيئڙن مان پنهنجي آسودگي، بچاءَ، تحفظ ۽ سيڪيورٽيءَ جو احساس ختم ٿي ويو آهي.

جَه سي لوڙائو ٿئا، جنين پررهن،
مارو منجهہ ٿرن؛ رهي رهندا ڪيترو.

---

جه سي لوڙائو ٿئا، جنينءَ سنديءَ ڏير،
ماروئڙا فقير؛ ڪِنهن در ڏيندا دانهڙي!

---

ماروئڙن جي جان کي جڏهن جوکو آهي، جڏهن قوت گذران جا موقعا مٿن بند آهن، تڏهن پنهنجي ٻچن جي ذهني فڪري ۽ آدرشي واڌ ويجھ ۽ نشوونما جي متعلق سوچڻ ويچارڻ بدران هو ساه کي بچائڻ ۽ پيٽ ڀرڻ جي چڪرن ۾ ئي مصروف رهجي ويا آهن.

## آجي ٿيڻ جي واٽ

اهڙيءَ صورتحال ۾ مارئيءَ جي تُور لاءِ ڪوٽن مان آجي ٿيڻ جو ڪهڙو طريقو آهي؟ ڪهڙو طريقو آهي جو مارئي، ملير مارو وري ٿئي پاڻ ۾ سرچي سُرهاٿين؟جڏهن بہ ڪو تور ظلم ۽ ڏاڍ کان تنگ ٿي ڪوٽن جي ڪرڻ ۽ ڪيرائڻ جو رستو ڳولهڻ شروع ڪندو تہ سڀ کان اول انهيءَ تُور کي پنهنجي ذاتي يا شخصي اخلاق جي تربيت ڪرڻي پوندي. نوجوان نسل ۾ اُهي اخلاقي گڻ پئدا ٿيڻ گهرجن جن جي ڪري مارئي سڄاتي وڃي ٿي. مارئيءَ جي شخصي اخلاق کي ڪردار جي تربيت جو مثال بنائڻو پوندو.

مثالي ڪردار جي پرورش .

مارئيءَ جو سچو ڪردار نوجوان ٿهيءَ لاءِ هڪ نمونو آهي، جنهن جي لحاظ کان هڪ انقلابي، آزاديءَ پسند تُور جي تربيت ٿيندي. ڪنهن بہ آدرش جي يا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ حريت پسند ماڻهوءَ کي اول تہ پنهنجي آدرش سچائيءَ جو يقين ڪرڻو پوندو، ۽ انَ مُقصد حاصل ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪرڻو پوندو. ۽ اُن مقصد جي حُصول ۾ جيڪي مشڪلاتون درپيش اينديون اُنهن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ جسماني، ذهني ۽ فڪري پاڪائي حاصل ڪرڻي پوندي. جيڪي لالچون، ٻچڙايون ۽ هوسون ماڻهوءَ کي پاڻ ڏي ڇڪي سندس آدرش جي رستي کان ڪيس ڦيرائي سگهن ٿيون انهن کي رد ڪري، ڏڪي، هٽائي ڪائڻن

لباس - لباس التقوی

نجات حاصل ڪرڻي پوندي. ۽ پنهنجي نصب‌العين تي پڪو يقين رکي رب تي ڀروسو رکي، پڪو پختو ٿي بيهڻو پوندو ۽ ڏاڍائي جي خلاف، ظلم جور ۽ جبر جي خلاف اُٿڻو پوندو.

اول ته مارئيءَ کي پنهنجي لوئيءَ جي لڄ رکڻي پوندي، ۽ رب کي به ڀاڙڻو پوندو ته "لوئيءَ جي لڄ رکجانءِ منهنجي پرور پاڪ خدا." ڪيس تقويٰ جو لباس پاڪ رکڻو پوندو ۽ لوئي جيڪا مارئيءَ جي ماڻن جي اصليت جي، پاڪائيءَ جي، سادگيءَ ۽ نهٺائي جي نشاني آهي، تنهن کي ريشم ۽ ڪيمخواب جي لالچ ۾ بدلائڻ کان بچڻو پوندو. ڏاڍ ۽ زور ۾ اچي لوئي لاهڻي نه پوندي. ڌارئين حڪمران جي لباس ۽ ڪردار جي ڏيک ويک کي نظر انداز ڪري پنهنجي اصليت ۽ پاڪيزگيءَ جي لباس تي پختو ٿي بيهڻو پوندو.

---

پٽ نه پرهيان سومرا، جان ڪي تان جيئان،
آئون ڪيئن لوئي لاهيان ڪارڻ ڀن ڏينهان.

---

سڀي سيبا ڏي، ڀوري نيهن نه ڪڇوئي،
ڪُتيءَ وٽيون ڪُتيون، ستي سيٽي سي،
مچڻ چُونم ڪي؛ ته لڄايئي ٿر ڄائيون!

---

پٽو لاڀنهواريون، مُورِ نه مٽي ڪِنِ،
جُه لاکَ رتائون لوئيون ته سالُنان سونهن،
اَنّ ايلا چنئون اڳري، ٻخمل بافتن،
سڪر ڀائيان سومرا! ڪٿي ڪان کُهنبن،
جا ڏنيم ڏاڏاڻن؛ سا لاهيندي لڄ مران.

---

عمر جو آئون ڪئين پٽ پرهيان سومرا!

---

مون مارو جو مک، تيل نه لائيان تنهنجو.
مِلڪ مارؤ جي آهيان، جورنه ٿيان جوءِ!

---

جا مٽي ڏنيس مارئين، سالوئي نلاهي!
سومرا ساهي، ستيءَ وجهه مُ سنگهرون

---

جيڪڏهن مارئي جو تور ڌارئين جي رعب تاب، ڏيک ويک کان متاثر ٿي پنهنجي لوئي مٽائي ڇڏيندو، پٽولا پهريندو ۽ ڌارئين جي هر شي کي پنهنجي سادگيءَ واريءَ اصلي شيءَ کان بهتر سمجهندو ته اهڙي تُور کي سنڌس آدرش کان هٽائي، پنهنجو نوڪر، غلام بنائڻ سولو ٿيندو، پر جيڪڏهن مارئيءَ جو تور پنهنجي آزاديءَ جو گهورو هوندو ته اُن کي پنهنجي ڪٿيءَ کي مضبوط ۽ سوگهو جهلڻو پوندو. (خذوالڪتاب بقوة).

مارئيءَ جي تُور لاءِ ضروري آهي ته پليتائي، بڇڙائيءَ کان پاسو ڪري. جيڪي دنيا جون لالچون ملير، مارن ۽ مارئيءَ جي وچ ۾ وڇوڙي وجهڻ جو سبب ٿين ٿيون انهن کان پاڻ کي بچائي.

اِيءَ نه مارن ريت، جيئن سيڻ مٽائن سونَ تي،
اچي عمر ڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانه ڪُريت،
پکن جي پريت؛ ماڙيءَ سين نه مٽيان.

سيسڻ، ماڻن، ملير ۽ وطن سان اِهو تعلق مارئيءَ جي قسمت ۾ ازل کان لکيل آهي، هاڻي اِهو تعلق نه ڪي ڪنهن لالچ جي ڪري مٽجي سگهي ٿو، نڪي ڪنهن ڊپ ڊاءِ جي ڪري بدلجي سگهي ٿو، انهيءَ ڪري جو مارئيءَ جو تور نه ڪنهن لالچ ۾ اچڻ وارو آهي نه ڪنهن ڏاڍ کان ڊڄڻ وارو آهي.

جڏهن ڪُن فيڪون مَن تڏاهڪون مارئين،
تون ڪيئن وجهين تن کي، سومرا شڪون،
هميرن هڪون؛ جاڙ جسي کي ڀاتيون.

---

حقاڻو هٿ ٿئو، آئون هٿ بنديائي!

---

اهڙيءَ طرح لباس ۽ جسم ۽ فڪر جي پاڪائي سان مارئيءَ جي تور جي پروش ٿيندي، دنيا ۾ وڏي کان وڏو جيڪو انقلاب آيو اُن جي اهائي تربيت هئي. ڏسو ته هيءَ ڳالهه ڪهڙي انقلاب جي پٺي هلي؟

اي ڪٿيءَ، ڪيس، لوئيءَ وارا
(ڏاڍ ۽ ڏمر جي خلاف) اُٿ!
(ڏاڍن ۽ هاڻن کي) ڊيڄار!
(دنيا جي ڪنهن ظالم حاڪم کي وڏو سمجهڻ بدران) پنهنجي رب کي وڏو ڪر.
پنهنجي لباس کي پاڪ رک.
بڇڙائيءَ کي رد ڪر.
ٿورو (احسان) ڪري گهڻائيءَ جي سڌ نه ڪر.
۽ پنهنجي رب تي صبر ڪر.

اهو پيغام آهي مارئيءَ جي تُور لاءِ شاهه سائينءَ جو ۽ اهو پيغام آهي اسلام جي انقلاب عظيم جو جنهن سڄي انسان ذات کي غلاميءَ مان ڪڍي آزاديءَ جي واٽ تي آندو ۽ رحمة‌للعالمين جو باعث ٿيو. انقلاب جي هِن پيغام جي لفظن تي غور ڪريو:

يا اَيُّها المُدَّثرِ: اي ڪٿيءَ وارا (اي ڪٿيءَ ۾ ويڙهيل)
قُم: اٿ (ظلم ۽ ڏاڍ خلاف)
فَاَنذر: پوءِ ڊيڄار (ظالمن ۽ ڏاڍن کي)
و رَبّک فکبر: پنهنجي رب کي وڏو ڪر (هر ڪنهن ظالم حاڪم کان مٿي)
وثِيابک فَطَهّر: پنهنجي لباس کي پاڪ رک.

والرُ جُزفاهجر: ۽ جيڪا پليتائي هجي تنهن کي رد ڪر، پري ڪري

وَلاتَمُنن تستڪثر: ٿورو يا احسان ڪري گهڻائي جي سڌ نہ ڪر.

وَلربِڪ فاصبر: ۽ پنهنجي رب تي صبر ڪر.

جڏهن لوئي جهڙي هيٺائيءَ ۽ تقويٰ جي لباس کي پاڪ رکيو. جڏهن انهيءَ لوئيءَ کي ڏارئين حاڪم جي ريشم ۽ ڪيخواب جي ملاوٽ سان پليت نہ ڪيو. جڏهن ٽپو رد ڪيو ۽ ڪوڙ کي ڪک پائيپو، همت برقرار رکيي،دل نہ لاهيي، سيل ۽ ست قائم رکيو، جسم، ذهن ۽ فڪر جي پاڪائي رکيي، مال جي گهڻائيءَ جي سڌ، لالچ ۽ تمنا نہ رکيي، ۽ سيئي رهيل ڪم رب جي حوالي ڪيا: "وبچاريءَ واري وڏا ڪم ڪريم تي" تڏهن انقلاب جو پهريون قدم کڄندو. گهڻائيءَ جي سڌ ڪري، لوئي لاهي، ريشم ۽ ڪيمخواب ۽ پٽ پٽيهر پائيا تہ پوءِ ملير ماڻڻ جا خواب بہ ڪونہ ڏسيا. اخلاق ۽ ڪردار جي سونهن وڃائي مارئي ڪيئن ملير وڃڻ جون سڌون ڪندي؟

سونهن وڃايم سومرا ڪيڏاهہ وئم ڪمال؟
وڃان ڪيئن وطن ڏي ههڙو وٺي حال؟
جي مان ڏين جمال تہ پسان منهن پهنوار جو.

ملير، مارن ۽ مارئيءَ جي آزاديءَ جي خواهش رکڻ وارن کي منهن موچارا رکڻا پوندا. جن کي ملير پنهنجو ماڳ ڪرڻو آهي، تن کي

تن مُہ موچارا مارُئين، ملير جنين ماڳ.

وَأمّا الّذينَ ابيُضّتْ وُجُوهُهُمْ وفي رَحمةِ اللهِ هُم فيها خالدِون (ال عمران ١٠٦)

وجوهٌ يُومئذ ناعِمتهٌ لِسَعيِها راضِيهٌ.
(الغاشية)

جڏهن مارئيءَ جي ٿور جي اهڙيءَ اخلاقي تربيت ٿيندي جو پنهنجي آدرش، پنهنجي نصب‌العين، ڪان هنن کي نڪي دنيا جو ڏاڍ، نڪي لالچ هٽائي سگهندي، تڏهن انقلاب جي ڏس جو ٻيو مرحلو شروع ٿيندو . ڪوٽ جي ڪُندن پاسن ۾ وبهي جتي بہ ڪو موقعو مليو ۽ ڪو ٻڌڻ وارو هٿ آيو تہ مارئي عمر جي بي انصافيءَ جي پچار ڪندي، ۽ عمر کي پاراتا ڏيندي جنهن سائس ههڙو ظلم ڪيو آهي.

وٺي ڪوٽ وٺن ۾ ڪامڻ ڪواري،
ملير سارئو مارئي، رويو رئاڙي:
الا اوتاري منڌ ماروءَ جي ميڙيئن.

ڪوٽ جي ڪُندن پاسن ۾ ويهي، ڪوٽ وارن جي اڳيان، عمر جي طرفدارن اڳيان، دشمن جي اڏي ۾ ويهي مارئي عمر جي متعلق پٽ پاراتا، گلاغيبت ڪندي، خراب ٻول، "ڪُوارَ" چوندي. پاراتا ڏيڻ مارئيءَ کي سونهن رهائن، مارئيءَ کي روا آهن جو سائس ظلم ٿيو آهي، ۽ الله تعاليٰ جو ارشاد آهي

لايُحِبُ اللهُ الجهرَ بِالسّوءِ مِنَ القول الا مَن ظُلمِ

"الله تعاليٰ کي پسند ناهي تہ ڪو وڏي واڪي ٻڇڙو ٻول (ڪُوارُ) ڪنهن لاءِ ٻولي، ڪُواري سواءِ اُنِ جي جنهن سان ظلم ڏاڍ ڪيو ويو هجي."

جهڙو مارئيءَ سان ٿيو آهي تهڙو ظلم ڪو ٻيو؟ ههڙو ڏاڍ ڪو ٻيو؟ انهيءَ ڪري تہ مارئي "عمر جي انصاف جا وٺي واساما ڳاءِ". ۽ مارئي سائس ٿيل ظلم جو داستان جڏهن ڪوٽ جي رهواسين، عمر جي طرفدارن عمر جي مائٽن عزيزن نوڪرن چاڪرن سان ڪندي تہ آخر اُهي بہ انسان آهن هڏي ۽ چم جا ٺهيل آهن انهن ٻڌندڙن جون بہ دليون نرم ٿي وينديون ۽ نتيجو اهو نڪرندو جو هڪڙي پاسي مارئي سائس ٿيل ظلم جو داستان ۽ ملير جي آزاديءَ جو احوال ٻڌائي پئي رئندي، تہ ٻئي پاسي نرم دل ٻڌندڙ اهڙو دکدائڪ داستان ٻڌي پيا هنجهون هاريندا ۽ مارئيءَ سان گڏ ٻيئا رئندا:

ملير سارئو مارئي، رويو رئاڙي،
راڄ رئاڙي هنجهون هاري هيءَ هٽي جي هٽ.

اهو ڪيئن ممڪن ٿيو آهي جو هٽي جي هيءَ مارئي جيڪا هٽي ڏارين ۾ آهي، هٽي جي مائٽن کي جيڪي عمر جا عزيز قريب نوڪر چاڪر آهن دشمن جي ڪيمپ جا آهن تن کي رئاڙيون وٺي آهي ڪو هڪڙو اڌ ڪونہ ٿو روئي پر اها ڳالهہ ٻڌي راڄ ٻيئا رئن جيڪو ٻڌي ٿو سو روئي ٿو. اِهو انصاف جو اکر ٻڌي خود ڪوٽ وارن جي وات مان بہ اهائي وائي ٿي نڪري تہ:

الا، اوتاري مُنڌ ماروءَجي ميڙئيين."

## حاڪم لاءِ ٻہ واٽون:

جڏهن اهڙيءَ طرح بي انصافيءَ جي خلاف، ظلم ۽ ڏاڍ جي خلاف راءِ عامہ استوار ٿيندي تڏهن حاڪم لاءِ ٻہ واٽون آهن عدل واري يا ظلم واري جيڪڏهن عمر حياءَ وارو آهي، تقويٰ وارو آهي خدا جو خوف دل ۾ اٿس تہ پنهوارن سان فوراًپرچاءَ جون ڳالهيون ڪندو ۽ ظلم جيڪو هيستائين ٿي چڪو آهي اُن جو مداوو ڪندو. مارئيءَ جي آزاديءَ جون ڳالهيون ٿينديون . رواداري ۽ انصاف کان ڪم وٺبو، جيڪا ماڙين ۾ ٿي ويهي، سا ملير ويندي مارئي پر انهي صلح ڏي هٿ وڌائڻ جو ڪم عمر جو آهي، مارن جي وس ۾ ناهي جو صلح جا شرط رکن يا صلح جي آڇ ڪن. جنهن ڏاڍ ڪيو آهي، في‌الحال وس ۾ بہ انهيءَ جي آهي تہ سٺي نموني جي صلح جي پنهنجي طرفان آڇ ڪري، اهڙي قسم جو صلح جيڪو ملير مارن ۽ مارئي ٽنهي کي منظور هجي. جيڪڏهن با اختيار ماڻهو، ملڪ جو

حاڪم، عمر اهڙي صلح جي آڇ ڪري ٿو ته اِها ڳالھ سيني ڏرين لاءِ سهٽي آهي.

أنٿي ٿي وراڻ، ڪين واڏايون آئيون،
لٿي لوٺڙيارئين، مڙني مُه ڪاڻ،
صُلح واريو سومري، چٽي پنهوارن پاڻ،
همير نئون هاڻ: مهت لهندن ۽ مارئي.

—

ڪڏي ته ڪاڻ لهي، ٿٺان هيءُ حمير.

## ظلم ۽ ڏهڪاءُ: زيرن ۽ زنجير

پر جيڪڏهن وقت جي حاڪم عمر سومري ۾ اُهو اخلاق ناهي منجهس خدا جو خوف ناهي ۽ هوصلح ورائڻ جي وائي وات ٿو آٿي ته پنهنجي ڳالھ مٿي ڪرڻ لاءِ مارئي جي تور تي اجان وبتر وڏيڪ ظلم ڪندو ته جيئن هيسجي، رعب دٻاءِ ۾اچي اُها ڳالھ مَجن جاظالم جي مَنَ ۾ آهي. اهڙيءَ حالت ۾ خدا جي خوف کان بي ڊپو ٿي مارئيءَ کي اذيتن ڏيڻ جو پروگرام ٺاهيو ويندو. جور ۽ جبر جا وڏيڪ سامان ڪيا ويندا. ڪوٽن ۾ ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جا آثار پڌرا ڏسڻ ۾ايندا. ظلم جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ رحمدل عملدارن کي لاهي خدا جي خوف کان عاري جاسوسن حاڪمن کي مارئيءَ جي مٿان مڙهيو - اِهو سچو ٻپچو وقت ٿيندو مارئيءَ جي انقلابي تربيت جي امتحان جو:

ڳچيءَ ڳانالوھ جا، زيريون ۽ زنجيرَ،
پيڪڙاپيرَنِ ۾، ڪوٺيَنِ اندرِ ڪيرَ،
چاري چوڳانن ۾، واهيت ڪن وزير،

پر اهڙيءَ صورتحال ۾ رهي مارئيءَ پنهنجي همت ۽ استقلال جي جذبي تان هَٽَ نه ڪٺندي:

چَنِ نه ڇڇي آهيان، اِهڙيَ سِٽَ سَرِيرَ،
مارُو چام ملير: پڇج ڪين پنهوار کي.

مارئيءَ لاءِ هي وقت هِڪَ وڏي امتحان جو وقت آهي. ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ کان بچڻ لاءِ هڪ طريقو آهي: حاڪم جي ناپاڪ عزائم جي آڏو جُهڪڻ. پر مارئيءَ جي ڪردار صحيح واٽ تي تربيت ٿيل آهي، اُن ڪري چوي ٿي:

جِي لُوڻُ لِڳن لائيين، چيري چيري چَمر،
مُون ڪُرَ اڳي نه ڪئو اهڙو ڪوجهوڪَمر،
جان جان دعويٰ دمر: تان تانَ پرت پهنوارسين.

مارئيءَ جي نسل مان اڳي ڪنهن ٻه ڪڏهن اهڙو ٻڇڙو ڪم نه ڪيو آهي: مارئيءَ جو هيءُ تور اِئين وري ڪئين ڪندو؟ سندس تربيت ئي اهڙي انداز تي ٿيل آهي:

ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾، لوئي هَڏَ مَرَ لاھ،
ڪامڻ اُهنجي، ڪُرَ جي آڏِ وڏائي آھ،
هِٽ نه پاڙج هيڪڙو، پائُرِ جي پساھ،
سَتي سِيلُ نباھِ: ملير وَيندينءَ مارئي.

اِنساني تعلق لاڳاپا، رشتا ساڳيا ئي آهن، جيڪي هڪڙي پاسي محبت جو ته ٻئي پاسي نفرت جو سبب ٿي سگهن ٿا. ۽ هٿيار به ساڳيا آهن جيڪي ظلم ۽ تشدد جوڳانداپي جو سبب ٿي سگهن ٿا.ساڳيون زنجيرون آهي جيڪي هڪڙي پاسي نفرت جو هٿيارآهن، ته ٻئي پاسي اُهي ساڳيون زنجيرون محبت جي ٻنڌڻ جون آهن ،هڪڙي پاسي نفرت ۽ سزا جا پيرن ۾ پيڪرا ۽ ڪيرَ هٿي سگهجن ٿا ته ٻئي پاسي محبت جون ميخون ۽ جيءَ جون جڙون لڳن ٿيون.عمر کي هڪڙيون زنجيرون، زيرون، پيڪڙا ۽ ڪير نظر ۾ آهن ، مارئيءَ کي وري ٻيون جڙون ۽ ميخون پيون سُجهن:

آئون ڪيئن ڇڏيان سومرا، تَنِ پهنوارن پچار،
جَڙ جنين جي جان ۾، لڳي ريءَ لوهار،
ميخون محبت سنديون، هينڙي منجھ هزار،
پڪا ۽ پنهوار: ڏٺي مون ڏينهن ٿيا.

هيءُ ماريءَ جو نسل نڪي لوڀ ۽ لالچ ۾ اچٹو آهي، نڪي ڊپ ۽ ڊاءُ ۾ اچٹو آهي. هن کي پنهنجي آدرش، پنهنجي ملير پنهنجي مارن ۽ پنهنجي نصب العين جون ميخون اڳئي قابو لڳل آهن، هِن کي ٻين ميخن جي هاٿي پرواھ ڪانهي.

جڏهن ڪَن فيڪون، من تڏاهڪون مارئين،
تون ڪيئن وجهين تن کي سومرا شڪون.

جڏهن مارئيءَ جو نسل نڪي لوڀ ۽ لالچ ۾ ايندو، نڪي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جي آڏو جهڪندو، پر اُن جي اُبتڙ پنهنجي لباس، جسم فڪر ۽ آدرش کي پاڪ رکندو. بچڙائي کي ڌِڪاريندو ۽ عزم ۽ همت سان سهڻ ۽ مقابلي ڪرڻ جو صبر پاڻ ۾ پئدا ڪندو، تڏهن قدرت جو قانون"سنت الله" پنهنجو ڪم خاموشي سان آهستگي سان اهڙي طريقي سان ڪري وٺندو جو ڏسڻ وارا ڏسندا رهجي ويندا ۽ مارئيءَ جي آهَ عُمر جي اُنهي ڪوٽ کي ڪيرائي وجهندي. قدرت جو قانون پنهنجي طريقي سان مارئيءَ جي نسل لاءِ رستو هموار ڪندو. ڏاڍي جي ڏاڍائي جڏهن حد کان لنگهي ويندي، ظالم جو ظلم جڏهن سنڌا سيڙا ٽپي ويندو، تڏهن حاڪم جي حاڪميت کان پنهنجا پراوا بيزار ٿي ويندا ۽ هيٺن ۾ سهڻ جي وڏيڪ سگھ نه رهندي، حاڪم جي حڪومت جون پاڙون اُڏيهي ڳاڌل لٽ وانگي ڍهي پونديون۽ هٿيلن ڄا هَٽَ پَٽَ تي اچي پوندا، داڍ ايڏو وڏندو جو هيٺا مجبور ٿيندا ته ڏاڍ جي خلاف اُٿي بيهن. پوءِ لوئي وارا ڏاڍ جي خلاف اُٿندا:"يا ايهاالمدثرهقم."جو حُڪم پورو ٿيندو هر انقلاب جو طريقو اِهوئي آهي. هڪڙي پاسي عمر جي ظلم جون خبرون عام جام ٿينديون.هيءَ سيل ۽ هيٺي قوم ڏٺيءَ وَٽِ ٻاڏائيندي ۽ حاڪم کي

پڙهيندي پاراتا ڏيندي:
منڊا ڏوهه نه مارئي، نه ڪلي نه ڪاهه.
عمر جي انصاف جا، ويني واساما ڳاهه.
"هيءَ جا ڪيئي هاهه: سا مهندان ايندي مُنهن ۾!"
جيڪو هنيلو جهڙو ظلم ڪندو، انڪي، اُن جو بدلو
اِتي ئي دنيا ۾ اڳيان ايندو. جو الله تعاليٰ فرمايو ته:
َفما جَزآءُ مَنْ يَّفعَل ذالکَ مِنکُم
اِلآ خِزيءٌ في الحيوات الدنيا
وَيوم القيامة يُرَدّونَ اِليٰ اشَدِّ العذاب.
وَمَا اللهُ بغافل عَمّا تعملون.
(البقرة ٨٥)
"پوءِ اوهان مان جيڪو اهڙو ڪم ڪري تنهن جي
سزا ڪهڙي آهي
سواءِ انهيءَ جي جو دنيا جي حياتيءَ ۾ خواري
آهي
۽ قيامت جي ڏينهن سخت عذاب ڏانهن ورايا ويندا،
۽ جيڪي ڪندا آهيو تنهن کان الله بي خبر نه
آهي."
"هيءَ جا ڪيئي هاهه سا مهندان ايندي منهن ۾!"
هيءُ هٺ ۽ هيءُ مڪر جو مارو جيڪو وقت جو
حاڪم رتيو ويٺو آهي، اهو مڪر نه رڳو ڊهندو، پر
اهو هٺ ۽ مڪر مڪريل جي منهن ۾ پوندو:
ومکرُ اولئک هُوَ يَبُور
(فاطر ١٠)
۽ اهانڳي، اها ته ٽٽي آهي.
نِ استکِباراً في الارضِ ومَکر السّيّيءِ = ملڪ ۾ هٺ
ڪرڻ ۽ مامرن منڊڻ (سان نفرت وڌايائون)
وَلايحَيقُ المکرُ اليسّيءُ اِلآ بِأهلِه. "۽ بڇڙي رٿ رٿڻ
يا مامرو منڊڻ نه پوندو ڪنهن ٻئي تي پر اُن جي
اَهل (رٿيندڙ) تي."
ظالم کي سندس ظلم ئي اڳيان ايندو. ظلم جي
عام جام هئڻ ڪري عوام ۾ اُن حاڪم جي حڪومت
جون پاڙون ڪمزور ٿي وينديون عوام ۾ مقبوليت
گهٽبي، نا مقبوليت ۽ بي چيني وڌندي. بي انصافين
جو شڪار ٿيل هڪ اهڙو طبقو پيدا ٿيندو جيڪو پيڙ
جي پيڙ جي نيٺ وڏيڪ پيڙجڻ جو ست نه ساري
اُٿندو، ۽ ظالم سان سامهون ٿيندو. هُن ۾ اڳئي سَگهه
ڪانه هوندي، سوڪوڪلو نظام رڳو هٺ لڳڻ سان
اڌوهي کاڌل لٺ وانگي زپ اچي پٽ ته ڪندو. اهو
قدرت جو قاعدو آهي ۽ انهيءَ ۾ ڪو فرق نه لهندين:
َفلن َتجد لِسنّتِ الله تبديلا
وَلن َتجدَ لِسُنتِ اللهِ تحويلا
(فاطر ٤٣)
"پوءِ تون الله جي دستور ۾ ڪڏهن ڪا مٽ سٽ نه ڏسندين
۽ تون ڪڏهن الله جي دستور کي ڪا ڦرگهير نه
ڏسندين.
رڳو سير ڪري ڏسو ته ڪهڙين ڪهڙين سگهارين
قومن کي هن ڪان اڳ ناس ڪيائين. جيڪي، عمر
سومري، هر زماني جي حاڪم کان وڏيڪ
سگهاريون هيون.
منهنجي آهَ اِهاڪڏهن ڪيرائيندي ڪوٽ کي.
انقلابن جي اچڻ جو هيءُ نقشو الله تعاليٰ حضرت
موسيٰ ۽ فرعون جي ذڪر ۾ ڪيو آهي. پاڻ
فرمايائين:
"بيشڪ فرعون ملڪ ۾ وڏائي ڪئي
۽ اتي رهڻ وارن کي ٽوليون ٽوليون ڪيائين
منجهائين هڪ ٽوليءَ کي هيٺو ڪيائين
۽ سندن پٽ ڪُهندو هو بيشڪ اُهو فسادين مان
آهو."
پوءِ الله تعاليٰ هيٺن کي سگهارو ڪرڻ چاهيو ۽
سگهارن کي هيٺو ڪيو:
"۽ گهربوسون ته جن کي ملڪ ۾ هيٺو ڪيو ويو آهي
تن تي احسان ڪريون
۽ کين امام (سردار) بنايون ۽ کين وارث بنايون
۽ کين ملڪ ۾ ديدبو ڏيون
۽ فرعون ۽ هامان ۽ سندن لشڪرن کي اُنهن هيٺن
جي هٿان اُهو ڪري ڏيکاريون جنهن کان هو ڊڄندا
هئا پوءِ اسان موسيٰ جي ماءُ کي حڪم ڪيو ته هِن
(نسل يا ٽور) کي کير پيار (اُن جي تربيت ڪر.)"
(القصص ٤ - ٧)
موسيٰ جي ماءُ کي حڪم ٿيو ته "ارضعِيه." ته "هن
کي کير پيار"، هن جي تربيت ڪر، هن انقلاب لاءِ هن
نسل کي کي تيار ڪر. مارئيءَ جي نسل مارئيءَ
جي ٽوُر جي خاص انداز تي خاص مقصد لاءِ تربيت
ٿيندي. اُن تربيت هيٺ پروش حاصل ڪري مارئيءَ
جو ٽُورُ خدا ۾ ڀروسو رکي پنهنجي آدرش لاءِ ڪم
ڪندو، ۽ مارئيءَ کي خوشخبري پهچندي ته:
مَڪي رَوءُ مِ رَڙ ڪي، مَڪي ڪر دانهون،
سُتي لوکَ لطيف چئي، ٻئي ڪڄ ٻانهون،
لَڏءِ جت لائون: سو ڏيهه پسنديئن مارئي.
ٻئا جڏهن سپ در بند ٿيندا، تڏهن مارئيءَ جو
نسل لوڪ ستي ڏٺيءَ کي مددلاءِ ٻاڏائيندو ۽ چوندو
ته "متيٰ نصَرالله". "الله جي واهر ڪٿي آهي؟" تڏهن
جواب ايندو ته "اَلا اِنّ نصَراللهِ قريب" "بيشڪ الله جي

واهر ويجهي آهي". "توهان جا ويري اميد تہ هلاڪ ٿيندا ۽ ڌرتيءَ جو وارث توهان کي بنايو ويندو."

عَسيٰ ربکم أن يّهلکَ عدّوکمُ وَيستَخلِفکُم في الارض " (الاعراف ۱۲۹)

مارئيءَ جي لاءِ ملير مان خوشخبري ايندي تہ:"ورٺا واهارو، هاٿو سڀ هيٺا ٿيا

مليران مارو، پکي پيهي آئيو،

ورٺا واهارو، هاٿون سڀ هيٺا ٿيا.

بيشڪ الله جي واهر ويجهي آهي، پوءِ متان سست ٿيا آهيو، ۽ نکي هيٺائي ٻولي اُنَو. ۽ "انتم الاعلون" اوهين ئي مٿي ٿيندو. اوهانجوئي ڳاٽ اوچو ٿيندو. الله اوهان سان ساٿي آهي"والله‌معکم" اوهان جا اعمال ضايع نہ ڪيا ويندا. اِنهيءَ ڪري جو قدرت جو قانون اهو آهي تہ" وڪان حقا علينا نصرالمومنين."(مومنن جي واهر ڪرڻ اسان تي حق آهي.) ڪَتبَ اللهُ لا غلبنّ أناوَ رُ سُلي. اِنّ الله قويٌ عزيز" (الله لکي ڇڏيو آهي تہ اسان ۽ اسان جا رسول غالب ٿيندا.بيشڪ الله‌سگهارو طاقت وارو آهي.)

مهنجي آهہ اِها ڪڏهن ڪيرائيندي ڪوٽ ڪي.

الله تعاليٰ جي نصُرت ۽ واهر سان، مارئيءَ جي ٿُور ڪي تڪليف ڏيندڙ ٻئي ڳالهيون بدلبيون. هڪڙي پاسي عمر جاقيد ۽ بند ٽٽندا، ڪُنگرا ۽ ڪوٽ ڪرندا، ظلم ۽ ڏاڍ ناس ٿيندا، منڊل مامرا ڍهندا جو ارشاد ٿيل آهي تہ"ومکرُ اولئکَ هُوَ يَبُور"( ۽ ڏوڪو اهو تہ ٽٽو آهي.) ۽ مارئيءَ کي بشارت ۽ خوشخبري ملندي تہ:

مَکِي رَوءَ مَ رَڙُ ڪي هنجون هَڏِ مَ هارِ،
توتان بَندُ بداڻئو، پيڙيون نيئي ٻار،
پهچهندئين پهنوار؛ سگهي سنگهارن کي.

اِنهيءَ پاسي جڏهن سنگهارن تان اهو ظلم اِهو ڏاڍ لهندو، اِها ڏرت لهندي، جڏهن مارئي جي آهہ اِها ڪوٽ کي ڪيرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندي، تڏهن خوشيءَ جا مينهن پوندا، مُئل ڌرتي جيئري ٿيندي، گاهہ پٽ جام ٿيندا ۽ ظالم حاڪم جا ظلم ڪندڙ ٽپيدار ۽ صوبيدار ڪمدار ۽ ڪاراوا ۽ ٽئڪس وٺندڙ ٻہ ڪوڙنہ هوندا، رائرن جو ظلم لٿل هوندو:

نہ ڪا جهَل نہ پَل، نہ ڪو رائڙُ ڏيهہ ۾،
آئــو وجهن آهُرين، روڙئو رتا گل،
مارو پاڻ اَمُلُ؛ مليرونِ مرڪٿو.

جهڙا مارو ٻي ٻها سٺا ۽ سهٺا ، تهڙو سندن مليرٻهڪندڙ ۽ خوشيون ڪندڙ مرڪندڙ، اهڙي خوشيءَ جي موقعي تي جڏهن مارو خوش هوندا، ملير ٻهڪندڙ هوندو، تڏهن سارَ ٿيندي مارئيءَ جي، پيٽ پرئي ڪان پوءِ ٻچن جي سار ٿيندي:

پنهوارن پاٻوهيو، ڪي وس واهُندن،
لٿو سيءُ لطيف چئي، ٻڌو ٿڻُ ٿرن،
اُوءِ ٿا ڪورن ڪُنئري، سُرتيون مٿان سَسّنِ
عُمرَ اُنّ اگندري، پاسي ڪانڌ ڪتن،
پائرڏنيون پٽيون، نندِن نوراُپّنِ،
ڪائِرُڪٽيون خاصيون، اوچيون اُتِ اُجّنِ،
ڪڍئو پيڻ ڪهّنِ؛ "ملير گهرجي مارئي!"

ملير ۾ مارئيءَ جي ڏڪاريل، تڙيل يا وساريل ٿُورَ جي وري گُهرج پوندي.مليرَ جا مارو مارئيءَ جي نسل کي وري سڏائي پاڻ وٽ وبهاريندا.

مارئيءَ جي نسل سان پنهوار پر چندا جو"ڍولٺا مارو منهنجا الا پرچن شال پهنوار" جون دعائون گهربون ويون هيون. ملير مارو ۽ مارئيءَ ٿيئي پاڻ ۾ ريجهي راضي ٿيندا،

تّن مُنّ، جسم ۽ جان سڀ هڪ ٻئي کان راضي هوندا، بلدةٌ طيبّـةٌ وربّ غفورٌ " پُلرُ پيئَ، اوڇڻ اُنّ، جن جا پير مٿي پٽ پاڪ " جو وعدو ۽ خواب جڏهن پورو ٿيندو تڏهنرحمت جا مينهن وسندا:

تنهن پَرِ اُنَن ِمينهڙا جنهن پَرِ گُهربائون،
رضا جا رحمان جي پُڇِي پاريائون،
ملير ماٺيائون حڪم ساڻ حبيب جي.

جيڪي هيٺا هئاسي ٿِري ڌرتيءَ جا وارث ٿيندا ۽ پڇاڙي موچاري اُنهن جي ٿيندي جيڪي خدا کان ڍڄندڙ هوندا.

والعاقة لِلمتقين

انهي ڪري انقلاب جي انهيءَ راند ۾ ڪٽيو تنهن جنهن آخري ملهہ ڪٽي. "ملهہ آهي پڇاڙيءَ واري".

---